## 10

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريـدا جوتَي مارن مُـڪيا تَنهانَ ماري گُهمِ،
آپـنـڙي گـهـــر جـائـيي ، پير تنها دي چُمِ.

دوهـي جي امڪاني پڑهٽي:

فريدا جو تئين مارن مُڪيان، تنهان نہ مارين گهمِ
آپـڻـي گـهــر جائيي، پير تنهان دي چُمِ.

سنڌي ترجمو:

فريدا جي ڪو تو کي ماري سائين، تنهن کي تون نہ مار،
پير چمي تنهن ماڻهو ء جا تون، گهر جي واٽ نهار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

جو= جيڪي
تـئين= تـوکي
مڪيان= مُڪُون
تـنهان= تـنـکي
گهم= موٽـائي، موٽ ۾
آپـنـڙي= پـنهـنجي
ڄـائيي= وڃـجي
دي= جا
چُمِ= چمي

## 11

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فـريدا جان تو ڪٽڻ ويل تان تُو رَتا دُني سيون،
مـرگ سـوائـي نـيـهه، جـان پـريا تان لديا.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فـريدا جان تو ڪٽڻ ڏينهن تان تُو رَتا دُني سيون،
مـرگ سـوائـي نينهن، جان پريا تان لڏيا.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، ڪٽڻ سندي ويل لنگهي ويئي، ڪيئہ ڪانہ ڪمائي،
موت وڏائي نينهن تہ سمجهيو، لڏڻ ويل آ آئي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

رَتـا= رتـل
دنـي= دنـيـا
ويـل= گھڙي
سيون= سان

مرگ= موت
سوائـي= وڏايـل
جان= جيئـڻ
تـان= تـبـئـن
لديا= لڏيو

---

بـابـا فريد جو هي دوهو بہ گرنٿ ۾ غلط ڇپيل آهي. اصل ۾ هي سورٺو آهي. پهرين مصرع جو قافيو ويل ۽ ٻئي جو نينهہ ڏنل آهي جيڪو غلط آهي، يا تہ پهرين مصرع ۾ ويل لفظ غلط يا وري ٻئي مصرع ۾ نينهن. مون نينهہ لفظ کي صحيح سمجهي ڪٽڻ ويل جي جاءِ تي ڪٽڻ ڏينهن لکيو آهي.

## 12

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ديک فريدا جُ ٿيا ، داڙي هوئي ڀُور ،
آگهہ نيڙا آيا ، پچار هيا دور.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏيک فريدا جو ٿيا، ڏاڙهي هوئي ڀُور،
آڳهہ نيڙي آئيا، پچار هيا ڏور.

سنڌي ترجمو:

ڏس تہ فريدڻ ڇا ٿيو، اڇي ٿي وئي ڏاڙهي،
آئيا ڏينهن پڇاڙي ڄ جا، گذري وئي اڳياڙي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ڀُور= اڇي
آڳهہ= اڳياڙي
نيڙي= ويجهو
پڇا= پيرون

## 13

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

ديک فريدا جُ تيا ، شڪر ھوئي وسُ ،
سائين باجھ آپڻي ، ويدن ڪھڻي ڪس .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

ڏيک فريدا جو ٿيا، شڪر ھوئي وس،
سائين باجھون آپڻي، ويڏن ڪھيئي ڪس •

سنڌي ترجمو:

کنڊُ بہ ھاڻ تہ وهِ ٿي ويئي، ڇا ٿيو ڏس فريدڻ،
پنھنجي سھڻي سائينء بنان ھيو ڪنھن کي ڏسيون ويڏن.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

جُ= جو
تيا= ٿيو
شڪر= کنڊ
ھوئي= ٿي
وِس= وِھ
باجھون= کانپوءِ، بنان

## 14

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا اڪي ديک پتيٺيان ، سڻ سڻ ريٺي ڪن ،
ساک پڪندي آئي آ ، هور ڪريندي ون .

**دوهي جي امڪاني پڙهت:**

فريدا ، اڪين ڏيک پتيٺيان، سڻ سڻ ريٺي ڪن،
ساک پڪيندي آئي آ، هور ڪريندي ون •

**سنڌي ترجمو:**

فريدا ، اڪين ڪي ويساھُ[1] اڇي ويو، نيٺ تہ ڍاپيا ڪَنَ،
پوک پچڻ تي ايندي آ تہ ، نوان ڪندي آ وَنَ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

اڪي= اکيون
پتيٺيان= پت ڪيائون، ويساھ ڪيائون
ريٺي= تمتار ٿيا، پيرجي ويا.
ساک= پوک
پڪيندي= پچڻ تي
هور= پيو
ڪريندي= ڪندي آ
ون= رنگ

[1] اڪين کي دنيا جي بي ثباتيءَ جو ويساھُ اچي ويو.

## 15

ڪرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ڪالي جنھي نہ راويا ، ڏولي راوي ڪوءِ ،
ڪـر سـائين سيـو پرھڙي ، رنگ نويلا ھوءِ .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

فريدا، ڪالئين جنھن نہ راويا، ڏولئين راوي ڪوءِ،
ڪَر سائينءَ سيون پرھڙي، رنگ نويلا ھوءِ.

سنڌي ترجمو:

فريدا، ڪارا وارَ نہ يار رِجھايئہ، تي ويئہ اڇا وار،
جاڳي ڪر تون پرہِ پرين ۾ سان، رنگ نئون ٿي يار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڪالي= ڪاري رات معنيٰ جواني جڏھن وار ڪارا ھوندا آھن.
جنھي= جنھن
راويا= ريجھايو
ڏولي= اھاڻ جي وقت. معنيٰ جڏھن وارن جو رنگ اھو ٿيو. زندگيءَ جي شام ٿي.
سيون= سان
پرھڙي= پرہ جو لسم تصغير
نويلا= نئون.

## 16

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، جن لوڻ جڳ موهيا سي لوڻ مين ڏٺُ،
ڪجل ريک ن سهديا ، سي پنکي سُو ۓ بِٺ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا جن لوئڻ جڳ موهيا، سي لوئڻ مين ڏِٺِ ،
ڪجل ريک نہ سهنديان، سي پنکيءَ سونهن وِٺِ.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا جن موهيو هي جڳ هو سارو، سي اکيون مون ڏٺيون،
ڪجل ريک سٺي نہ جن ٿي، تن ۾ پکين جون وٺيون.

**ڏکين لفظن جي معني :**

لوڻ = اکيون، سنڌيءَ ۾ 'لوڻا هڻڻ' محاورو آهي.
ڏٺ= ڏٺيون
بِٺ= وِٺِ

# 17

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ڪوڪينديان چانگينديان متي ڏينديان نت،
جو شيطان ونجهانيا ، سي ڪت ڦيرهِ چت.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ڪوڪينديان چانگهينديان، متيان ڏينديان نت،
جو شيطان وڃائيا، سو ڪتّ ڦيري چت•

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، متيون ڏيئي سمجهايائون، ڪري واڪَ وڏا،
جنهن دل ۾ شيطان جو ڏيرو، ڪئن سمجهي دل سا.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪوڪينديان = ڪوڪيندي
چانگهينديان = وڏا واڪ ڪري
ونجهائيا = وڃائيا

## 18

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا تيو پواهي دب ، جي سائين لوڙهِ سب،
اڪ ڇج پيا لتاڙيہ تان سائين دي در واڙياهِ.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

فريدا، ٿيو پواهي دَ ڀ ، جي سائين لوڙهي سب،
هڪ ڇنڻ، پيا لتاڙيڻ، تان سائينءَ دي در واڙيڻ.

سنڌي ترجمو:

فريدا جي سائين جي سڪ تہ ٿيجي، پواٽي جو گاهُ.
ڪوئي لتاڙي ڪوئي ڇني تہ ملي سائينءَ جو چاهہ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ٿيو = ٿيءُ
پواهي = رستي جو
درب = ڊڀ
لوڙهہ = گهرين
ڇجہ = ڇنٽي
لتاڙيہ = لتاڙيڻ
واڙياهہ = واڙيڻ

## 19

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا خاڪُ نہ ننديني، خاڪو جيڏ نہ ڪوءِ ،
جيو ديان پيران تلي سويان اوپر هوءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا خاڪ نہ ننديئي خاڪو جيڏ نہ ڪوءِ،
جيونديان پيران تلي، موئيان اوپر هوءِ.

سنڌي ترجمو:

مٽيءَ وڏو مان فريدا، مٽي نِندِ نہ يار،
جيئندي پيرن هيٺ، مرون تہ، مٿان مٽيءَ بار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

نندييي = ننڊجي
خاڪو = خاڪ مٽي
جيوندِيان = جيئندي
تلي = هيٺ
موئيان = مري ڪانپوءِ

## 20

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، جالُب تانيھ ، ڪيا لُب تاه ڪوڙا نيھ ،
ڪچر جھت چَتِ لگھانيي ، ڇپر تٽي ميھ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، جان لُبِ تان نينهن ڪيا، لُبِ تان ڪوڙا نينهن،
ڪچر چَتِ لڳائيي، ڇپر ترٽا مينهن.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، لوڀ جي آ ڪنهن نينهن ۾ سو بہ ڪھڙو نينهن،
ڪيسين چَتِ لڳائجي، ٽٽندي، وسندو مينهن.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

جا = جان
تا = تان
نيھ = نينهن
لب = لوڀ
جھت = ڇت

## 21

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، جنگل جنگل ڪيا ڀوهِ ، وڻ ڪنڌا موڙيه ،
وسي رَبُ هنياليئي ، جهنگل ڪيا ڍونڍيه .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا ، جنگل جنگل ڪيا ڀوه ، وڻ ڪنڌا موڙيه ،
وسي رَبُ هنياليئي ، جهنگل ڪيا ڍونڍيه

سنڌي ترجمو:

فريدا ، جهنگ بر ۾ تو ڪنهنڪي ڳولهين ، ڳولهين تو ڪانڊيرا ،
رب جو ديرو دل ۾ آهي ، جهنگ ۾ ڪنهنجي ڳولها .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڀوهِ = گهمين ٿو
موڙيه = موڙهيو وتين
نہ سو لاهو نہ سرو ، نہ اوراڙ نہ پار ،
موڙهيو وتين تن کي ، منجھ نهار . (قاضي قادن)
هنياليي = هانوَ ۾

## 22

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فـريدا ايهني نڪي جنگهيي ٿل ڏنگر ڀواوم ،
اڄ فريدي ڪُوجڙا ، سئي ڪوهان ٿي اوم.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، انهي نِڪي جنگهئين، ٿل ڏونگر ڀوئيم،
اڄ فريدي ڪُوچڙا، سَئي ڪوهان ٿيئُوم.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا، انهن ننڍڙن جنگهڙن سان، ٿر ڏونگر ڳولهيوم
سو ڪوهن جو سفر فريدڻ، وڃڻ ڏور پيوم.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

ايهني = انهن
نِڪي = ننڍن
جنگهئين = جنگهن
ٿل = ٿر
ڀوئيوم = ڳولهيوم، مٿي ڪيو پٺان، هنجن هاٺان هٽڙا. (شاه)
ڪوچڙا = سفر
سئي = سو

## 23

**ڪرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا راتي وڏيان ، دکھ دکھ اٺن پاس ،
درگ تنهان دا جيويا جنها وِڊاني آس ·

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا راتين وڏيان، ڏک ڏک اُٺن پاس،
ڏرگ تنهان دا جيوڻا، جنهان وڏائي آس ·

**سنڌي ترجمو:**

فريدڻ راتيون وڏيون، دُکي ٿو سارو ماس،
تِنِ جي ٻہ ڇا زندگي، جن کي پرائي آس.

**ڏکين لفظن جي معني:**

دگ = دُکن
پاس = پاسيريون
راتي = راتيون
درگ = لعنت
تنهان = تن جو
جيوڻا = جيئڻ
وڏائي = پرائي

## 24

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا جي مَي هـودا واريا مَـتـا آنـيـڙيان ،
هينڙا جلي مجيـٺ جيـون ، اوپـر انـگارا .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، جي مين هوندا واريا، مٽان آئيڙيان،
هينئڙا جلي مجيٺ دا جيون، اوپر اگّاران •

سنڌي ترجمو:

فريدا، پنهنجو پاڻ کي واريان ها، پرين جو آيا ها،
هاڻي آلي ڪاٺيءَ وانگر، دکين تو اي جيئڙا .

ڏکين لفظن جي معني :

مي = مين
هودا = هونـدا، هجڻ، وجود
آئيڙيـان = اچڻ وارن
مجيٺ = مڃيٺ

## 25

ڪرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، لوڙي داک بجوريان ، ڪڪر بيجي جٽ ،
هندي اُن ڪتائيندا ، پيڏا لوڙهي پَٽ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، لوڙهي ڊاک بجوريان، ڪِڪرُ ٻيجي ڄَٽ،
هندي ڪتائيندا، پيڏا لوڙهي پَٽ.

سنڌي ترجمو:

فريدا، پوکي ڪرڙ ۽ ڊاک گهري تو، کهڙو نہ آ ڄَٽ،
ڪتيل اُن هنڊائي تو پر، دل گهريس تي پَٽ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

لوڙي = گهري
بجوريان = بجور جي
ٻيجي = پوکي
پيڏا = پائڻ لاءِ
ڪتائيندا = ڪتيل

## 26

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا گليني چڪڙ دور گهر نال پياري نيهُ ،
چلان ت ڀجي ڪملي رهان ت ٽٽي نيهه .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، ڳلئين چڪڙ ڏور گهر ٿال پياري نينهن،
چلان تہ ڀجي ڪملي، رهان تہ ترٽي نينهن.

**سنڌي ترجمو:**

فريدا گپ گهٽين ۾، گهر بہ پري آ. يار سان منهنجو نينهن،
وڃان تہ پُسندي ساري چادر، رهان تہ ٽٽندو نينهن.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

چڪڙ = گپ
نـال = سان

## 27

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

پــجــو سجو ڪـنـبـلي ، الـهـ ورسو ميهه ،
جــاءِ مــلان تــنـهــا سجڻا ، تنو ناهي نيهه .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڀــجــي سجي ڪنبلي، الهَ ورسايو مينهن،
جاء ملان تنهان سجڻان، ترٽو ناهي نينهن.

سنڌي ترجمو:

ڀلي ڀسي هي ء ساري چادر، الله وسايو مينهن،
وڃان پرين ء سان وڃي ملان، تنو ناهي نينهن.

## 28

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا مَي پولاوا پگ دامت ميلي هو جاءِ ،
گهلا روحُ نہ جاڻ اي ، سُر پيي مٽي ڪاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، مين پولاوا پڳ دا، مت ميلي هو جاء،
ڳهلا روح نہ جاڻئي، سرُ پيي مٽي ڪاء.

سنڌي ترجمو:

فريدا، منهنجي پڳ نہ ميري ٿي پئي، هر هر اهوئي اونو،
جنهن مٽڙي تي پڳ پئي آ، مٽي ۾ سو ملندو.

ڏکين لفظن جي معني :

پيولاويا = پيليل
ڳهلا = ڳهلو

## 29

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، شڪر کنڊ نوات گڙ ماکيو مانجها دُڌ ،
سڀي وستو منيان رب ن پجن تَدُ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، شڪر، کنڊُ، نبا ت ، گُڙُ، ماکيون، مانجها دُڌ ،
سڀئي وستو مٺيان، رَبَ بہ پڄن تَدِ .

سنڌي ترجمو:

فريدا، مُستي، کنڊ، نبات ، گُڙ، ماکي، کير مٺو،
هر هڪ شي ءِ آ ڏاڍي مٺڙي، رب جو مٺ نہ ڪو .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

شڪر = گُڙ جي پور، مُستي
نوات = نبات
ماکيون = ماکيءَ جو جمع
مانجها = مينهن جو
دُڌ = کير
وستو = شيون
تَدِ = تہ بہ، تڏهين بہ
تون تون تَدِ لڳندءِ، ڪرڦند جيئن. (قاضي قادن)

## 30

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريدا روٽي ميري ڪاٺ ڪي، لاوڻ ميري بک،
جنهان کاڌي چوپڙي، گهڻي سهن گي دک.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا، روٽي ميري ڪا ٺ ڪي لاهوي ميري بُک،
جنـهـان کاڌي چوپڙي، گهڻي سهڻ گي ڏک۔

سنڌي ترجمو:

فريدا، ماني منهنجي ڪاٺ جي، لاهي منهنجي بُکَ،
جي کائن ٿا سٿيي ماني، گهڻا سهن ٿا ڏک۔

## 31

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

رکـــي سـڪـــي کاءِ ڪـي ٺنڊا پاڻي پيءُ ،
فريدا ديک پراني چوپڙي ، نا ترساني جيءُ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

رُڪــي سکــي کا ء ڪي، ٺنڊا پاڻي پيءُ،
فريدا، ڏيک پرائي چوپڙي، نہ ترسائين جيءُ.

سنڌي ترجمو:

رُکي سُکي ماني کائي، ٿڌو پاڻي پيءُ،
ڏسي پرائي سٿيي ماني، ڇو تون سڪائين جيءُ.

## 32

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

اڄ ن ستي ڪنت سيو انگ مڙي مڙجاءِ ،
جاءِ پڇهه ڏوها گهٽي ، تم ڪيو رين وهاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اڄُ نہ ستي ڪنت سيون، انگ مڙين مڙجاءِ،
جاءِ پڇيو ڏهاڳڻيءَ، تم ڪيو رين وهاءِ.

سنڌي ترجمو:

اڄ نہ ستي ڪانڌ سان، هر هر موڙي ڪَرَ،
ڪيئن وهائي رات ڏهاڳڻِ، جيڪا بنان وَرَ.

ڏکين لفظن جي معني :

ڪنت = ڪانڌ
سيون = سان

## 33

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ساهُري ڍوني نالهي پيئيي ناهي ٿاؤ،
پر واتڙي نہ پڇني، ڌڻ سهاڳڻ ناؤ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ساهرين ڍوئي نہ لهي، پيئيي ناهي ٿانءُ،
پِرُ واتئين نہ پڇئي، ڌڻِ سهاڳڻ نانءُ.

سنڌي ترجمو:

ساهرين گهر ۾ مان نہ جنهن جو پيڪي پيءُ نہ ماءُ،
گهوٽ بہ گهر ۾ پڇي نہ جنهنکي، سڏائي سهاڳڻ نانءُ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڍوئي = سهارو
ٿانءُ = جاءِ
پيئيي = پيءُ وٽ
ڌڻ = نوجوان عورت

## 34

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ناتي ڌوتي سنبهي ستي آءِ نچند،
فريدا، رهي س ہيڙي هنگ دي، گئي ڪٿوري ڳنڌ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

نهاتي ڌوتي، سنبهي، ستي آهِ نچند،
فريدا، رهي سو ہيڙي هِڱ دي، گئي ڪٿوريءَ ڳنڌ.

سنڌي ترجمو:

وهنجي سهنجي سيجَ سُتي آ، ڪيڏو سک آرام،
هتي هئي هِڱ جي ہيڙي ۽ وانگر، وئي تہ هئي گلفام.

## 35

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جـوبن جـانـدي ن ڏران جي سهه پريت ن جاءِ ،
فريدا ڪِني جوبن پريت بن سُڪ گني ڪملائي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جوبن جاندي نہ ڏران، جي شوه پريت نہ جاء،
ڪـنـي جوبن پريت بِن، سُڪ گئي ڪملاء .

سنڌي ترجمو:

پرواه ناهي وڃي جي جوبن، رسي نہ شل هو يار،
ڪيڏا جوبن ڪوماڻيا هن، مليو نہ جن کي پيار.

ڏکين لفظن جي معني:

شوه = پرين
ڪني = ڪيترا
ڪملائي = ڪوماڻيا

## 36

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ، چنت کٹولا وان دُک برہَ ۂ وچاوڻ ليس ،
ايھ همارا جيوڻا توُ صاحب سچي ويک .

دوهي جي امڪاني پڑهڻي:

چنت کٹولا، وان ڏک، برو وڇاوڻ ليف ۰
ايه همارا جيوڻا، تُو صاحب سچي ڏيک ۰

سنڌي ترجمو:

سوچ کٹولو، وان ڏک، وِره جو بستر آ،
اها اسانجي زندگي ڏس، صاحب او سچا!

## 37

گروگرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

بـرھــا بـرھـا آکـيـي ، بـرھـا تـُو سـلـطـان ،[1]
فريدا ، جت تن برهُ ن اوپجي سوتن جاڻُ مساڻ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

برهَ برهَ آکيئي، بـرهـا! تـون سـلـطــان،
جس تن برهَ نہ اوپجي، سوتن جاڻ مساڻُ.

سنڌي ترجمو:

نانءُ ڇپن تي عشق جو، عشق تہ آ سلطان،
جنهن دلِ عشق نہ اُپجي، سا دل ڄاڻِ مساڻ.

---

① جا گهٽِ پريم نہ اوپجي، سا گهٽ ڄاڻ مساڻ،
جيسي ڪال لوهار ڪي، سانس ليت بِن پراڻ. (تلسي داس)

## 38

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

فريدا اي وِسُ گندلا دريان کُنڊ لواڙِ،
اڪ راھيندي رهِ گئي، اڪ راڌي گئي اُجاڙِ.

**دوھي جي امڪاني پڙھڻي:**

فريدا اي وِسُ گندلان، ڌريان کُنڊ لواڙ،
اڪ راھيندي ره گئي، اڪ راڌي گئي اُجاڙ.

**سنڌي ترجمو:**

وِهُ جا آهن ڪِنَرَ جن تي، چڙھيل آه ميٺاج،
ڪي پوکيندائي رھيا، ڪن پوکيل ڪئي تاراج.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

وِسُ = وِهُ
گندلان = ساڳ جان ڪِنَرَ
ڌريان = رکيل
لواڙ = لوڻاڙي
راھيندي = پوکيندي
رڌي = پوکيل
ڪيٺي سادي هٿ ۾، رڌي اجاڙين (قاضي قادن)

## 39

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريدا چار گوايا هندڪي ، چار گوايا سَمِ،
لـيـڪا رب منـگيسـيا تُو آهون ڪير هي ڪم.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چار گنوائيان هندڪي، چار گنوائيا سم،
ليڪا رب منگيسيا تون، آيون ڪهڙي ڪم.

سنڌي ترجمو:

چار پهر تو ننڊَ ۾ گهاريا، چار پهر تو کلندي،
ليکو گهرندءِ رب تہ بندا، آئين تون ڪمين ڪهڙي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

هنجڪي = هنجائي
سم = سمهي
منگيسيا = گهرندءِ

## 40

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا دَرِ دَروازي جاءِ ڪي، ڪيون ڏٺو گهڙيالُ،
ايهه ندوسا ماريي هم دوسان دا ڪيا حال.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

درِ دروازي جاء ڪي، ڪيون ڏٺو گهڙيال،
ايهه نِدوسا مارئي، هم دسان دا ڪيا حال.

سنڌي ترجمو:

اي فريدڻ دروازي تي، ڏٺو هو مون گهڙيال،
بي ڏوهي ۽ تي چوٽ پئي تي، ڏوهي جو ڇا حال.

ڏکين لفظن جي معني:

ندو سا = بي ڏوهي
دوسان = ڏوهارين

## 41

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

گھڙيـيـي گھڙيـيي ماريـيي ، پھري لھي سزاءِ ،
سو ھينئڙا گھڙيال جيو ، ڏکي ريڻ وھاءِ .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

گھڙيـيـن گھڙيين مارئي، پھرين لھي سزا ءِ،
سو ھينئڙو گھڙيال جيون، ڏکي ريڻ وھا ءِ .

سنڌي ترجمو:

پھر پھر تي چوٽ پيس تي، ھر ھر سزا ٿو کائي ،
ھينئڙو جڻ تہ گھڙيال آ سائين، ڏکي ريڻ وھائي .

ڏکين لفظن جي معني:

گھڙيـيـن = گھڙيءَ گھڙيءَ
جيون = جيان.
اھو دوھو دادو ديال جي نالي سان بہ منسوب آھي ؛
گھڙيين گھڙيبن گھاريان، پھرين لھان سجاءِ.
مون ھينئڙو گھڙيال جيون، ڏکڻ ريڻ وھاءِ.

## 42

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ٻُڍا هوا شيخ فريد ، ڪنبڻ لڳي ديهہ ،
جي سَو ورهيا جيوڻا ، ڀي تن هوسي کيهہ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ٻڍا هويان شيخ فريد، ڪنبڻ لڳي ديهہ،
جي سَو ورهيان جيوڻا . ڀي تن هوسي کيهہ .

سنڌي ترجمو:

شيخ فريدڻ پوڙهو ٿي وئين، ڪنبڻ لڳين ديهہ،
سو ورهيہ جي جيئندي تہ بہ، نيٺ تہ ٿيندي کيهہ .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ورهيان = ورهہ
جيوڻا = جيئڻو
ڀي = بہ
کيهہ = مٽي
کُهِج مَ اُجها کيهہ، گردِ ٻسڻ گگن جي.

## 43

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فــريدا ، بار پرائي بيسڻا ، سائين مجهي نہ ديھ ،
جــي تــون ايــويــن رکسي ، جيو سريرهُ ليھ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

بــار پراٺي ٻيسڻا، سائين مجهي نہ ڏي،
جي تون ايوين رکسين، جيو سريرون لي .

سنڌي ترجمو:

اهڙو وقت اچي نہ سائين، ويهان ٻئي د ر تي،
اهڙي وقت اچڻ کان اڳ ئي، جيڪر موت اچي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

بــار = دروازو
ٻيسڻا = ويهڻ
ايوين = ائين
رکسين = رکندين
جيو = ساهہ

## 44

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪنڌ ڪهاڙا سر گهڙاوڻ ڪي سر لوهار،
فريدا، هو لوڙي سهُ آپڻا، تو لوڙهہ انگيار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنڌ کُهاڙا، سَر گهڙا، وَڻ ڪي سَر لوهار،
فريدا، هو لوڙهي شوه آپڻا، تون لوڙهين انگيار،

سنڌي ترجمو:

ڪنڌ ڪهاڙو، وڻ وڍڻ لا ءِ، آيو آ لوهار،
وڻ ڪي گهرجي پريتم، هن ڪي، ٽاندا ءِ اگار.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

لوڙهي = گهري
شوهہ = پرين
انگيار = اگار

## 45

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريـدا ، اڪنها آٽا اگلا اڪنها ناهي لوڻ ،
اگي گـئـي سنجهاپسنهہ چوٽا کاسي ڪون .

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

اڪنـان آٽا اگلا، اڪنـان نـاهـي لـوڻ،
اڳي ڳـئـي سـجاپسن، چوٽا ڪاسي ڪوڻ .

سنڌي ترجمو:

ڪن وٽ ناهي لوڻ تہ ڪن وٽ ، اٽي جا هن ڍير،
اڳتي سب سجاتا ويندا، چوٽون کائيندو ڪير .

ڏکين لفظن جي معني:

اڪنـان = هڪڙن
اگلا = اڻ ميو
سجاپسن = سجاتـا ويـنـدا
چوٽـا = چوٽـون

## 46

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

پاس دمامي ڇت سِرِ ڀيري سدَ ورڌ،
جاءِ سُتي جيران مهه ٿييي اتيمان گڌ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

پاس دمامي، ڇتِ سِرِ، ڀيرين سدّ وَرڌِ،
جاءِ سُتي جيران ۾ ٿئي اتيمان گڌِ.

سنڌي ترجمو:

در تي جن جي دهل دمامان، دولت جا ماندانُ،
نيٺ پيا سي قبرن ۾ سُتا سي مُردن سانُ.

ڏکين لفظن جي معني:

دمامين = دهل دمامان
ڀيرين = ڀيرون
سدّ ورڌ = مال ڪمال
جيران = قبرستان
اتيمان = يتيمن سان

## 47

ڪرو ڪرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ڪوٺي منڍپ ماڙيا اُساريدي بھ گئي ،
ڪـــوڙا سـودا ڪـــر گئي ، گوري آءِ پئي ۔

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪوٺي ، منڍ پ ، ماڙيان، اُسانيدي ڀي ڳئي،
ڪُوڙا سودا ڪـــر ڳئي، گورين آء پئي۔

سنڌي ترجمو:

لڏي ويا جن محل اڏيا تي، وڏا ها جن جا شانَ،
ڪوڙو وڻج ڪري ويا هاڻي، قبرن جا مهمان۔

ڏکين لفظن جي معني:

ڪوٺي = بنگلا
گورين = قبرن ۾

## 48

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڪنتڙ ميخا اگليا جند ن ڪاني ميخ ،
واري آپو آپڻي ، چلي مشانخ شيخ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنتڙ ميخان اگليان، جِند نہ ڪائي ميخَ،
واري آپو آپڻي، چلي مشائخ شيخ ·

سنڌي ترجمو:

ڳُدڙي ٽاڪن سان ٽاڪيل، جِند نہ ڪو ٽاڪو،
شيخ مشائخ واري وٽيءَ، هليو هتان سڀ ڪو ·

## 49

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فــريــدا ، دهُ ديــوي بلــنــديا ملڪ بيئا آه ،
گــڙ لــٽيــا گــهــٽ لــٽيــا ديوڙي گيا بجهاءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڏون ڏيــوي ٻلــنــديان، مــلــڪ ٻهــنــا آء،
ڳڙه لــٽــيا، گهٽ لٽيا، ڏيوڙي ڳيا ٻجهاء .

**سنڌي ترجمو:**

ڏيئا ٻہ ٻرندا رهيا، آيو ملڪ الموت،
ڪوٽ ڪيرائي گهر لٽيائين، وسائي ويو سو جوت .

**ڏکين لفظن جي معني:**

ٻلنديان = ٻرندي
گهٽ = اندر
پريان سندي ڳالهڙي، رهي نہ اندر گهٽ. (شاھ)

## 50

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ديک ڪپاهي ج تيا جو سر تيا تلاه ،
ڪمادي ار ڪاگدي ڪني ڪوٺلياه ،
مندي عمل ڪريديا ايه سزا تناه .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڏيک ڪپاهين جو تيا، جو سر تيا تلان،
ڪمادي اور ڪاگدي، ڪُنّين، ڪوٺليان،
مندي عمل ڪريندياں، ايھ سزا تنهان ۔

**سنڌي ترجمو:**

ڏس تہ فريدڻ ڇا ٿيو، ڪپھ تِرَن ساڻ،
ڪمند، ڪاغذ،ڪُني، ڪوٺلي جو تون حال سڃاڻ،
ڪُڏا ڪَم ڪرن ٿا جيڪي، تن جو انت ھي ڄاڻ ۔

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪپاهين = ڪپھ ساڻ.
تلان = ترن ساڻ.
ڪمادي = ڪمند ساڻ.
ڪاگدي = ڪاغذ ساڻ.
ڪني = ديڳڙي.
ڪوٺليان = ڪوٺلن ساڻ.
مندي = خراب.
ڪريندياں = ڪندي.
ايھ = ايها.
تنا = تن کي.

## 51

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ڪَنِ مصلا صوف گلِ دل ڪاتي ڳڙ واتِ ،
ٻاهر ڏسي چانڻا دل انڌياري رات .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪنڌِ مصلا، صوف ڳَلِ، دل ڪاتي، ڳُڙُ وا ت ،
ٻاهر ڏسي چانڻا، دل انڌياري را ت.

**سنڌي ترجمو:**

نيڪ نمازي، گيڙو ڪپڙا، دل ۾ ڪاتي، وات ِ مٺاڻ،
دل ۾ ڪاري رات آ، منهن تي چوڏهينءَ جي چانڊاڻ.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪنڌ = ڪلهي
صوف = اوني ڪپڙا
چانڻا = چانڊاڻ

## 52

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا رتي رت نہ نڪلي جي تن چيري ڪوءِ ،
جو تن رتي رب سيو تنِ تن رت ن هوءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

رتي رَتُ نہ نڪلي، جي تَن چيري ڪوءِ
جو تنَ رتي رَبَ سيون، تِنِ تَنِ رَتُ نہ هوءِ .

**سنڌي ترجمو:**

رتي رَتُ نہ نڪري، جي تَنُ چيري ڪوءِ،
جي تَنَ رتا رب سين، تِنِ تَنِ رت نہ هوءِ .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

رتي = رتا
سيون = سان

## 53

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

پبي پيي تن ڪيڻ هوءِ لوپُ رتُ وچه جاءِ ،
جيسو بستر ڏات ، سُدّ هوءِ . [1]

**سنڌي ترجمو:**

مٽي پٺي تہ مٽي تٺي تَنُ، رهي لوپ نہ رَت ،
ڏاتو وجهيو باد ۾ سائين، تيندر باه سو انت

**ڏکين لفظن جي معني:**

پبي = پبي جي معنيٰ پوَ يا دپ آهي، پر منهنجي خيال ۾ هي لفظ پي نہ پر پون آهي.
پيي = پٺي
ڪيڻ = ڪاڏو، غذا، خوراڪ

---

[1] هي دوهو گرنٿ ۾ غلط ڇپيل آهي جو ٻئي مصرعي جي آخري حرف ۾ نہ وزن آهي ۽ نہ قافيو

## 54

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، سوني سرور ڍوندڍ لهہُ جتهُ ليي وِٿُ،
ڇپڙ ڍونديي ڪيا هووي چڪڙ ڊبي هَٿُ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

سوئي سرورُ ڍونڍ لهہ، جتّون ليي وٿ ،
ڇپڙ ڍونڍي، ڪيا هووي، چڪڙ ڊبي هٿ.

سنڌي ترجمو:

سَرُ کو اهڙو ڳولهہ فريدڻ، جتان ليي وٿ ،
ڍوري مان تو ڇا هٿ ايندو، گپ ۾ پونديءِ هٿ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

سرور = سَرُ، تلاءُ
جتّئون = جتان
ڇپڙ = ڍورو
چڪڙ = گپ
ڊبي = ٻڏي

## 55

**ڪرو ڪرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فـريدا ننڍي ڪنت ن راويو وڏي ٿي مني آس،
ڌن ڪوڪيندي گور ۾، تي سهه نا ملي آس.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ننڍي ڪَنتُ نہ راويو، وڏي ٿي مُياس،
ڌنِ ڪوڪيندي گور ۾ تنهن شوه سان نہ ملياس.

**سنڌي ترجمو:**

جويَن ڏينهن نہ ڪانڌ رجهايم، وڏي ٿي مئياس،
آخر قبر ۾ ڪوڪيندي تہ، پرِ سان نہ ملياس.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪنت = ڪانڌ
راويو = ريجهايو
ڌن = جوان جماڻ
گور = قبر
شوهه = محبوب

## 56

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا سرُ پليا داڙي پلي مڇان ڀي پليان ،
ري من گهلي باوري ، ماڻهه ڪيا رليان .

دوهي جي امڪاني پڙهت:

سرُ پليا، ڏاڙهي پلي، مڇان ڀي پليان،
ري من ڳهلي باوري، مائين ڪيا رليان .

سنڌي ترجمو:

اڇي ڏاڙهي، اڇو مٿو، مڇيون ب اڇيون،
اڃان چئين تو من اياڻا، مزا ڪي مائيون.

ڏکين لفظن جي معني:
پليا = اڇو ٿيو
ڳهيلي = اياڻي
رليان = مزا

## 57

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڪوني دکنِ ڪيڙا ، پر نيندڙي نوارِ ،
جــو دهِ لـڌي گانـوٽـي ، گـنـــي ولاڙ ولاڙ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪــونـي ڏُڪـن ڪـيـتـڙا، پرٺينڊڙي نهار،
جـو ڏيـنـهـن لڌي ڳانوٽي، ڳڻي وِلاڙ ولاڙ.

سنڌي ترجمو:

ڏس پرٺجي ويٺي جنهن جي، سگ گهرڻ لاءِ ميڙا،
ڪيڏن جا ڏينهن چار مليا هئا، سي بہ گڏري ويڙا.

ڏکين لفظن جي معني:

ڏکن = سگ گهرڻ لاءِ ويڻ
ڪيتڙا = ڪيترا
پرٺينڊڙي = پرٺجي ويندڙ
لڌي = مليا
ڳانوٽي = ڳاڻڻ لاءِ
ولاڙ = جلدي، ترت
توڙي ولاڙون ڪرين، توڙي هلين وک. (شاهہ)

## 58

گرو گرنت صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ڪوئي منڊپ ماڙيا ايت ن لائي چتُ ،
مٽي پئي اتولوين ڪوءِ ن هوسي متُ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪوئي منڊپ ، ماڙيان، ايت نہ لائين چتُ،
مٽي پئي اتولوين، ڪوئي نہ هوسي مِتُ.

سنڌي ترجمو:

هي جي منڊپ ماڙيون، تن سان لاءِ نہ چت،
مٽي پونديءِ اڻ مئي، ڪوئي نہ هونديءِ مِتُ.

ڏکين لفظن جي معني:

اتولوين = اڻ مئي

## 59

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، منڊپ مالُ ن لاءِ مرگ سڻاڻي چت ڌر،
ساني جاءِ سمهال جتي هي تو ونجهڻان.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

منڊپَ مال نہ لاءِ، مرگ سڻاڻي چتِ ڌَر،
سائي جاءِ سنڀال، جتي هي تو وڃڻان.

**سنڌي ترجمو:**

ماڙئين مالُ نہ لاءِ، ڪر ڪو موت جو ڌيان،
ڌيان ۾ رک سا جاءِ، جاتي توکي وڃڻو آهي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

سڻاڻي = اهڃ تا آواز. سڻاڻي سمنڊ ڇا. (شاهه).
لالن لائيڻ ڏينهڙا، ڪنهن سڻاڻي سانگ (شاهه).
چت ڌر = ڌيان ۾ رک.
مرگ = موت.

## 60

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا جنهي ڪمي ناه گن تي ڪمڙي وسار،
مت شرمندا تيو هي، سائين دي دربار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جنين ڪمين ناهِ گڻ، گڻ سي ڪمڙي وسار،
مت شرمنده ٿيوئين، سائين دي دربار۰

سنڌي ترجمو:

جيڪي چڱا ڪم نہ آهن، سي تون ڪم وِسارِ،
تہ جيئن ٿئين نہ شرمندو، سائين جي دربار۰

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

تي = سي

# 61

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

صاحب دي ڪر چاڪري دل دي لاهِ ڀرانڍِ ،
درويشان نون لوڙهي ، رکان دي جيراند .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

صاحب دي ڪَر چاڪري، دل دي لاه ڀرانڍِ،
درويشان ڪون لوڙهيئي، رُکان دي جيراند .

سنڌي ترجمو:

صاحب جي ڪري چاڪري، دل جا لاهِ گمانَ،
ڳولهي لهُه درويش سي، جي وڻَ سمان .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ڀرانڊ = وهم گمان
رکان = وڻن
جيراند = جگر حوصلو

## 62

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا ڪالي ميڏي ڪپڙي ڪالا ميڏا ويس ،
گنھي ڀريا مي ڦران لوڪ ڪھي درويش .

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

ڪالي ميڏي، ڪپڙي، ڪالا ميڏا ويس،
گناھين ڀريا مين ڦران، لوڪ ڪھي درويش .

سنڌي ترجمو:

ڪارا منھنجا ڪپڙا. ڪارو منھنجو ويس،
مان گناھن سان ڀريل، لوڪ چوي درويش .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ميڏي = منھنجا.
گنھين = گناھين.

# 63

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

تتي توءِ ن پلوي جي جل ٹبي دھي،
فريدا، جو ڏھاڳڻ رب دي، جھوريندي جھور ھي.

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

تتي تو ء نہ پلئي، جي جَل ٽبي ڏي،
جو ڏھاڳڻ ر ب دي، جھرندي جھري.

سنڌي ترجمو:

تتيءَ تي جي پاڻي وجھبو، تڏي مور نہ ٿندي،
مولا جي جا ڏھاڳڻ آھي، سدا سا جھرندي رھندي.

ڏکين لفظن جي معني:

توءِ = توڙي نہ ڏٿين توءِ، توج تنھنجو آسرو (قاضي قادن)
پلئي = سنيلجي
جھوريندي، جھري = نہ تو سنبل تات، نہ جھوري تو آھ ڪا. (قاضي قادن)

## 64

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

جان ڪنواري تان چاؤ ويواهي تان مامليِ ،
فريدا ايهو پڇتاؤ وت ڪنواري ن ٿئي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جن ڪنئاري تان چاؤ ويواهي تان معاملي،
فريدا ايهه پڇتاؤ وَتِ ڪنئاري نہ ٿئي.

سنڌي ترجمو:

ڪنواري هئي تہ چاهُ، پرڻي وڌيا معاملا.
هاڻِ اهو پڇتاؤ ٻيهر ڪنواري ڪيئن ٿيان.

ڏکين لفظن جي معني:

ويواهي = پرڻي
وَتِ = وري

## 65

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

ڪلر ڪيري ڇپڙي آءِ اُلٿي هنجھ،
چنجُو بوڊنھ ن پيوهِ اُڏن سندي ڏنجھ.

**دوهي جي امڪاني پڑهڻي:**

ڪلري ڪيري ڇپڙين، آ ء الٿي هنج،
چنجو ٻوڙن نہ پيونِ، اُڏڻ سندي ڏنجھ.

**سنڌي ترجمو:**

سينو سارو سرُ، اچي لٿا هَنجَ،
چهنب ٻوڙن نہ پيئن، اُڏڻ سندي ڏنجھ.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪيري = جي
ڇپڙين = ڍوري ۾
اُلٿي = لٿا.
اکيون پسڻ کي ٻرين، ٻري الٿيان مجھ. (دادو ديال)
اکيون آڪاسان ڦوجون ڪري اُلٿيون،
جنهن مک مرانءِ، اهي الٿي اکڙئين.
چنجو = چهنب
ڏنجھ = ايذاءُ. پَسي پَرَ پرين جي، ڏور ٿيا سڀ ڏنجھ ڌه

## 66

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:**

هنس اُڏرِ ڪوڏري پيا لوڪ وڏارڻ جاءِ ،
گهلا لوڪ ن جاڻدا هنس ن ڪوڏرا کاءِ .

**دوھي جي امڪاني پڙھڻي:**

هنج اُڏر ڪوڏري پيا، لوڪ اُڏارڻ جا ء،
ڳهلا لوڪ نہ ڄاڻدا، هنج نہ ڪوڏرا کا ء۰

**سنڌي ترجمو:**

ان تي لٿا هنجَ، ماڻهو هڪلڻ هليا،
ماڻهوڙا بي سمجهہ، هنج تہ موتي کائن۰

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪوڏر= ان جو قسم
وڏارڻ =آڏارڻ
ڳهلا = نادان

## 67

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

چل چل گئيان پنکيان ، جنــي وسائي تل ،
فريدا سر پريا پي چلسي ٿهڪي ڪوَ اڪل .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

چل چل ڳئيان پنکيان، جنهين وسائل تَل،
سَر پريا پي چلسي، ٿهڪي ڪَنوَر اڪل .

سنڌي ترجمو:

اُڏي وياسي هنجَ، سَرَ ۾ جن جو واسو،
سڪي ويندو سو سَرُ، ڪڙندو ڪنول اڪيلو .

ڏکين لفظن جي معني:

پنکيان = پکي
جني = جنهن، جن
تل = تلاءُ
سر = تلاءُ
ٿهڪي = ڪڙي. وسي ٿو وڏو ڦڙو، ٿهڪن ٿيون ٿاريون.(شاھ)
ڪنور = ڪونل. ڪنور پاڙون پاتار ۾ پنور پري آڪاس. (شاھ)
اڪل = اڪيلو

## 68

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا ، اِٽِ سراڻي پوءِ سَوَڻ ڪيڙا لڙيو ماس ،
ڪيتڙيا جگ واپري ، اڪت پيا ماس .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

اِ ٽ سرهاڻي پون ۽ سَوڻ ڪيڙا لڙيو ماس،
ڪيتڙيان جگ واپري، اڪت پيا پاس .

**سنڌي ترجمو:**

سِرَ وِيهاڻو، مٽي بستر، ڪينئان ماس ڪائيندا.
هڪڙي پاسي ليٽي ليٽي، جگ ڪي گذري ويندا .

**ڏکين لفظن جي معني:**

اِٽ = سِرَ
پوءِ = پون ۽، مٽي
سوڻ = سَوَڙ
ڪيڙا = ڪينئان
ڪيترڙيا = ڪيترا
واپري = گذري
اڪت = هڪ
پاس = پاسي

## 69

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:

فريدا ، پنّي ڪهڙي سنّوَ نوي ، تونّي ناڪر لج ،
عزرائيل فريشتا ، ڪين گهر نائي اج ،

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

پنّي ڪهڙي سنّوَ نوي، ترنّي ناڪر لڄ،
عزرائيل فرشتا، ڪين گهه نائي اڄ-

سنڌي ترجمو:

پڳي ڪپڙي رنگا رنگي، تني سهڻي ڏوري،
ڏسون تہ عزرائيل اچي ٿو، ڪنهن جو نئين ٿي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

پنّي = پڳڙي
ڪهڙي = ڪپڙي، ڪپڙا
سنّوَنوي = سون رنگن واري
ناڪر لڄ = سهڻي ڏوري
نائي = نائي

## 70

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڀني گهڙي سوَنوي ، ٽوٽي ناگر لڄ ،
جو سجڻ ڀڳه يار ٽسي ، ســي ڪيو آوه اڄ.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

ڀني گهڙي سوَ نوي، ترٽي ناگر لڄ،
جو سجڻ ڀون ء يار ٽئي سي ڪيون آون اڄ .

سنڌي ترجمو:

ڀڳي گهڙولي رنگا رنگي، ڇڳي آ ڏوري سُهٽي،
ڪنئن اچي سو يار جو ٽيڙو، مٽي ء منجهه مٽي.

## 71

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا بي نواجا ڪتيا ايھ ن ڀلي ريت،
ڪبي چل ن آيا پنجي وڪت مسيت.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

بي نمازا ڪتيا، اي نہ ڀلي ريت،
ڪبي چل نہ آئيا، پنجئي وقت مسيت.

سنڌي ترجمو:

بي نمازي ڪتا، اها نہ چڱي ريت،
ڪڏهن هلي نہ آئين، پنج ئي وقت مسيتِ.

## 72

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

اٿ فريدا اُجو ساج صبح نواج گزار،
جو سِرُ سائين نا نوي سو ڪپ اُتار.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

اٿ فريدا، وضو ساز ، صبح نماز گزار،
جو سِرُ سائين نہ نوي، سو سِرُ ڪپ اتار.

سنڌي ترجمو:

اُٿ فريدن، وضو ڪر، صبح جي پڙھ نماز ،
جهڪي نہ جيڪو سائين ء آڏو، سو ڪٽ ڪَپ تون يار.

ڏکين لفظن جي معني:

اجو = وضو
ساج = ڪر
نواج = نماز
گزار = پڙھ

## 73

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

جو سِرُ سائين نا نوي سو سر ڪيجي ڪاءِ ،
ڪُنّي هيٺ جلائيي، بالڻ سندي ٿاءِ .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

جو سرُ سائينءَ نہ نوي، سو سرُ ڪيجي ڪائين،
ڪني هيٺ جلائيي، بالڻ سندي ٿائين.

**سنڌي ترجمو:**

جُهڪي نہ جيڪو سائينءَ آڏو، سو ڪنڌ آ بيڪار،
اهڙو ڪنڌ آ ڪهڙي ڪم جو، تنهن کي چلهہ ۾ ساڙ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڪائين = ڇا
بالڻ = ٻارڻ
ٿائين = جاءِ تي

## 74

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ڪتي تيڏي ما پيا جنهي تو جٹيوه ،
تي پاسي اوءِ لد گئي تو اجي نہ پتيٹيوه.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪتي تيڏي ماپيو، جنهين تو ڄٹيو،
تين پاسو او لڏ گئي اڃي نہ پتيٹيو ء.

سنڌي ترجمو:

جنم ڏنو هو تو کي جن سي، ڪٿا ويا پيءُ ماءُ،
هو تہ ڪڏهين جو لڏي هليا ويا، ڪيو نہ تو ويساهُ.

## 75

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا من ميدان ڪر ٽوني ٽبي لاءِ ،
آڳي مُولِ ن آوسي دوجڪ سندي باه۰

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا من ميدانُ ڪر، ٽوئي ٽبّي لاءِ،
اڳي مول نہ آوسي، دوزخ سندي باه۰

سنڌي ترجمو :

فريدڻ مَنُ ميدان ڪر، دڙا دڪيون داهِ،
ڪڏهن نہ تنهنجي ويجهو ايندي دوزخ سندي باه۰

ڏکين لفظن جي معني :

ٽوئي ٽبي = دڙا دڪيون
مول = مور
آوسي = ايندي
دوجڪ = دوزخ

## 76

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو :

فـريدا ج ده نالا ڪـپـيا جي گل ڪپه چڪ ،
پـونهِ ن اتـي مـعــامـلي ، سهان نہ اتي دک .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

جنهن ڏينـهن نالا ڪپيا، جي ڳل ڪپي چڪ،
پون نہ اتي معاملي، سهان نہ اِتي ڏک •

سنڌي ترجمو :

جنهن ڏينهن ناڙو وڍيو، ڪَنڌ ڪپي ها ڪو،
هجن نہ ها پو معاملا. ڏک نہ هجي ها ڪو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

نـالا = نـاڙو
چڪ = هيم هوتـن سين چُڪَ، سچو سگ نـہ ساريان.
ٻيون سڀ سگـيڻيون، مون چڪ سين چاهہ. (شاهہ)

## 77

**گروگرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

چبڻ چلڻ رتڻ ســي سٿينر پي گئي،
هيڙي متي ڏاه، سي جاني چلي گئي.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

چبڻ، چلڻ، رتن، سي سٿيڻ، پي گئي،
هينڙي متين ڏي، سي جاني چلي گئي.

**سنڌي ترجمو:**

اکين، ڏندن، ڪنن، پيرن، سيني سات ڇڏيو،
پيارا سات ڇڏي ويا، دل کي سمجهايان ويٺو.

**ڏکين لفظن جي معني:**

چبڻ = ڏند
چلڻ = پير
رتڻ = اکيون
سٿيڻ = ڪن
متين = متيون
ديه = ڏي

## 78

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، بري دا يلا ڪر غصہ منِ ن هڍهاءِ ،
ديهي روگ ن لڳ اي پلي سڀ ڪڇ پاءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهتي:

بري دا يلا ڪرہ غصہ مَنِ نہ هنڍا ءِ،
ديهي روگ نہ لڳئي، پلئہ سڀ ڪجھ پاءِ •

سنڌي ترجمو:

بڇڙن سان بہ ڪر تُو ڀلائي، ڪڌهن نہ ڪاوڙ ڪَرِ،
پوءِ روڳ نہ لڳندءِ ڪوئي، سڀ ڪي پَلوَ ۾ پير.

## 79

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا پنک پراهڻي ، ڏُني سُهاوا باغ ،
نو بت وڄي صبح سون ، چلڻ ڪاڪر ساج .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا پنک پروهڻين، ڏُني سهاوا باغ،
نوبت وڄي صبح سون، چلڻ دا ڪر ساج ۰

سنڌي ترجمو :

رنگا رنگي باغ آ دنيا، پکيڙا مهمان،
نوبت وڳي صبح جي، سهيڙ تون سامان ۰

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

پنک = پکي
پروهڻين = مهمان
سهاوا = سهڻو، وڻندڙ
سون = سان، ڪان
ساج = تياري

## 80

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا رات ڪٿوري ونڊيِيي ستيا ملي ن ڀاؤ،
جنهان نيڻ نندراولي ، تنهان ملڻ ڪواؤ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

را ت ڪٿوري ونڊيِيي، ستيان ملي نہ ڀاءُ
جنهان نيڻ ننڊراولي، تنهان ملي ڪياءُ.

سنڌي ترجمو:

رات وراهيون خوشبو ننڊ سان، ڪٿهن ملي نہ پيار،
جن جا نيڻ ننڊاڪا تن ڪي، ملندو ڇا اي يار.

ڏکين لفظن جي معني:

ونڊيئي = وراهجي
ڀاؤ = رس، ڀاؤ
ستيان = سمهڻ سان
ننڊراولي = ننڊاڪا

## 81

ڪرو ڪرنٽ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا، ھي جاڻيا دک مجھ ڪو دک سبائي جڳ،
اوچي چڙھ ڪي ديکيا تان گھر گھر ايھا اگ.

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

مين ڄاڻيا ڏک مجھ ڪون، ڏک سيائي جڳ،
اوچي چڙھ ڪي ڏيکيا، گھر گھر ايھا اگ.

سنڌي ترجمو:

مون ڀانيون ڏک مون کي آھن، ڏک ۾ ڏيھ آ سارو،
گھر گھر ڏک جي باھ ٻري ٿي، مون جو ليڙو پاتو.

## 82

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪنڌي واهڻ ن داه تو يي ليڪا ڏيوٺا ،
جڌر رب رضاۓ ، وهڻ تداؤ گو ڪري.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنڌي واهڙ نہ ڍاهِ ، تو يي ليڪا ڏيوٺا،
جڌرِ ر ب رضاۓ، وهڻ تداؤ گو ڪري.

سنڌي ترجمو:

واهُڙَ ڪنڌي نہ ڍاهِ ، تو پڻ ليڪو ڏيڻو.
تيڏانهن وهڪ سندياۓ، جيڏانهن رضا رب جي.

ڏکين لفظن جي معني:

واهڻ = واهڙ
داه = ڍاه
جڌر = جيڏانهن
تداؤ = تيڏانهن
گو = هلڻ، وهڻ

واهُڙَ پيربون مَ پاۓ، تو پڻ ليڪو ڏيڻو،
سدا سانوڻ ڏينهڙا، هيئين نہ هونداۓ،
ڀِهاٿي ويندا، اوبيرَ اوتاهان لهي. (شاهہ)

## 83

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا دکا سيتي دهِ گيا سولان سيتي راتِ ،
کڙا پکاري پاتشي ، بيڙا کپر واتِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڏکان سيتي ڏينهن گيا، سولان سيتي را ت ،
کڙا پکاري پاتشي، بيڙا کپر وا ت•

سنڌي ترجمو :

ڏکن سندو ڏينهن ويو، سورن سندي رات،
پيو پڪاري پاتشي، بيڙا کپر واتِ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

سيتي = سان
پاتشي = وانجهي
ڏينهن لٿا، سنجها ٿي، اگهون آئي رات ،
کڙا پکاري پاتشي، بيڙا کپر وات. (قاضي قادن)

## 84

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

لــمي لــمي ندي وهي ڪنڌي ڪيري هيت ،
بيڙي نون ڪپر ڪيا ڪري جي پاتڻ رهي سچيت .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

لمي لمي ندي وهي، ڪنڌي ڪيري هيٺِ،
بيڙي ڪون ڪپر ڪيا ڪري، جي پاتڻ رهي سچيت ·

سنڌي ترجمو :

درياه جي ڏس وهڪَ فريدن، ڪنڌي ڪيري هيٺ،
بيڙي ڪي سو ڇا ڪندو جي، مانجهي رهي سُچيت .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

لمي = ڊگهي
پاتڻ = مانجهي
سچيت = هشيار
سامونڊي سچيت، تـي تـ پهچين پار ڪي. (شاھ)

## 85

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، گليين سُجڻ ويهه اڪ ڍونديندي ن لهان ،
دڪان جيو ماٺليهه ، ڪــارن تنهــا ماہري ۔

دوهي جي امڪاني پڑهٽي:

ڳلئين سُجهن ويهه، اڪ ڍونديندي نہ لهان ۔
دڪان جيو ماليهه، ڪارڻ تهان، مان، پرين!

سنڌي ترجمو:

ڳلئين سُجهن ويهه، هڪ ڳولهيندي نہ لهان،
دُڪان جنين ماليهه، ڪارڻ تهان، مان، پرين ۔

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ماليهه = هارڻ
تهان = اوهان

## 86

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا ، ايهه تن ڀوڪڻا نت نت دکي ڪوڻ ،
ڪني بجي دي رهان ، ڪتي وڳي پون .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

فريدا اي تن ڀونڪڻا، نت نت دکن ڪَنَ،
ڪنين بجي ڏي رها، ڪتي واڳ پون .

سنڌي ترجمو:

فريدڻ هي تَنُ ڀونڪڻو، ڪيسين ڀونڪ ٻڌان،
ڪنن ۾ ڏيان ڪپهه سائين، ڪتي، واڳ وڃهان .

## 87

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا ، رب کجوري پڪيان ماکيانئي وَهَن ،
جو جو ونجي ڏينهڙا ، سو عمر هٿ پونهِ .

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

رب کجورين پڪيان، ماکيان تئن وهن،
جو جو وڃي ڏينهڙا، سو عمر هٿ پون .

سنڌي ترجمو :

ربَ کجورون پڪيون، ماکيءَ نئن وهي،
جو جو لنگهي ڏينهڙو، عمرِ هٿ پوي .

## 88

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا تن سڪا پُنجُر ٿيا ، تليان کوندهِ ڪاگ ،
اجي سُ رَبُ ن باهڙيو ، ديک بندي ڪي ڀاگ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تَنُ سُڪا پنجر ٿيا، تليان کوندبن ڪاگ،
اجي سون ربُ نہ بوهڙيو، ديک بندي دي ڀاڳ .

سنڌي ترجمو :

تَنُ سڪي پيجرو ٿيو، ڪاٺ لڳا ڪانگ،
رب ڪي نہ ريجهايئہ، هائي بندي جا ڀاڳ!

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

پنجر = پيجرو
تليان = پاسيريون
کوندن = چهنب هڻي ڪاٺن
بوهڙيو = ڳوليو
اجي سون = اڃا تائين

## 89

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪاگا ڪرنگ ڍِڍوليا سگلا ڪايا ماس ،
اي دُءِ نينان مت ڇهيو پر ديکڻ دي آس .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪاگا، ڪرنگھ ڍنڍوليا، سگلا ڪايا ماس،
اي دُءِ نيڻ نہ ڇوهيو، پر ڏيکڻ دي آس .

سنڌي ترجمو:

ڪاڏءِ سارو تن اي ڪانگل، ڪاڏءِ سارو ماس،
ھي ٻہ نيڻ نہ ڪائجانءِ، پرين ڏسڻ جي آس .

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

سگلا = سارو
دُءِ = ٻہ سجڻ دُرِ جڻ دُءِ کهي، جڻ نہ ڪيجي پڻگ.(قاضي قادن)
ڪرنگ = ڪرنگھو
ڍنيڍوليا = ڳولهيڻ
پر = پرين

## 90

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪاگا چونڊن پنجرا بسي تَ اُڏر جاهِ ،
جتِ پنجري ميرا سُهه وسي ماس نَ تدو ڪاهِ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪاگا، چونڊِ نہ پڃرا، بسي تہ اُڏرِ جاءِ،
جتِ پڃري ميرا شوه وسيہ ماس نہ تدِو ڪاءِ.

سنڌي ترجمو:

ٿي سگهني تہ اُڏر اي ڪانگا، چونڊي ڪاءُ نہ ماهُ ،
جنهن پنجري ۾ پرين وسي ٿو، ماس نہ تنهنجو ڪاءُ.

ڏکين لفظن جي معني:

بسي = وس هلبئي تہ. ٿي سگهيئي تہ
شوهه = پرين
تدو = تنهنجو

## 91

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

فريدا گور نماڻي سڏ ڪري نگهريا گهر آؤ،
سر پر مين تي آوڻا مرنهن ڊرياؤ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

گورَ نمائي سڏ ڪري، نِگهريا گهر آءُ،
سَر پَر مين تي آوڻا، مرڻئون نہ ڊرياءِ .

**سنڌي ترجمو :**

قبر نمائي سڏ ڪري، بي گهر تون گهرِ آءُ،
مون وٽ نيٺ تہ اچڻو آهين، موت کان خوف نہ کاءُ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

گور = قبر
نگهريا = بي گهر
سَرِ پَر = نيٺ
مين تي = مون وٽ
آوڻا = اچڻو

## 92

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

ايني لونٽي ديکديا کيتي چل گئي ،
فريدا لوڪان آپٹو آپٹي ، مين آپٹي پئي .

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

انهين لوٽين ڏيکديان، کيتي چل گئي،
لوکان آپٹو آپٹي، مين آپٹي پئي.

سنڌي ترجمو :

منهنجي اکڙين آڏو ماڻهو، ويا لڏي پرلوڪ،
مون کي پنهنجو فڪر ۽ هوڏانهن، فڪر ۾ آهي لوڪ .

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

لوٽين = اکين سان
ڏيکديان = ڏسندي
کيتي = ڪيترا

## 93

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

آپ سنوارهِ مي ملهہ مي کليا سک هوءِ ،
فريدا جي تو ميرا هوءِ رهُ سڀ جڳ تيرا هوءِ .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

آپُ سنوارين، مين ملان، مين مليا سک هوء،
جي تـون ميرا هوء رهين، سڀ جڳ تيرا هوء •

سنڌي ترجمو:

پاڻ سنوارين مون ملين، ملانءِ ٿئي ٿي سُکُ،
تون جي منهنجو ٿي وڃين، تنهنجو ٿي سڀ جڳ.

## 94

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪنڏي اُتي رُکڙا ڪچرڪ بنهي ڌيرُ،
فريدا ڪچي ڀانڊي رکيي ڪچر تاڻي نير.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

ڪنڏي ءَ اتي رکڙا، ڪچرڪ بنهي ڌيرُ،
ڪچي ڀانڊي رکيي، ڪچر تاڻين نيرُ.

سنڌي ترجمو:

ڪپر مٿان وڻ اڪيلو، ڪيسين بيٺو هوندو،
ڪچي ٿانوَ ۾ پاڻي رکبو، جُهري سو آخر پوندو.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

رُکڙا = وڻ
ڪچري = ڪيستائين
بنهي = ٻڌي
ڌير = تسلي. ڌيھ سيوٺي هيڪڙو، ڌير لدوسين پاڻ. (قاضي قادن)
نير = پاڻي. تو ٻڌر هي ٻبڙا تري، جِ ٿاءِ نير ڪو. (قاضي قادن)

## 95

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا محل نِسکڻ ره گئي ، واسا آيل تَلِ ،
گوران سي نماڻيان ، بهسن روحان مِلِ ،
آکين شيخا بندگي ، چلڻ اڄ ڪ ڪَلِ .

سنڌي ترجمو :

سکڻا محل ٿيا ماڙيون، مٽيءَ ۾ آ گهرڙو،
قبرن ۾ ٿي آخر سيني، ماڻهن جو آ ديرو،
شيخن کان وٺ موڪل هاڻي، ڇاڻ آيئي وارو.

ڏکين لفظن جي معني :

نسکڻ = خالي
واسا = رهڻ
تَلِ = زير زمين
گوران = قبرون
بهسن = ويهندا

## 96

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

اڪنان نو سب سوجهي آئي، اڪ ڦردي وي پرواها ،
عمل ج ڪيتي دُني وچ سي درگهه اوگاها ،
فريدا موتي دابنا ايوي جيو دريا جي ڍهاها ،
آڳني دوجڪ بليا سيٽي هول پوي ڪهاها .

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

اڪنا نون سب سوجهي آئي اڪ ڦردي ويپرواها،
عمل جو ڪيتي دُني وچ، سي درگاه اوگاها،
موتي دابنان ايوين، جيو درياوي ڍاها،
اڳي دوجڪ تپيا سٽيي، هول پوي ڪهاها .

**سنڌي ترجمو :**

ڪي تا اڳُ پٽُ سوچن سمجهن، ڪي هن بي پرواه،
عمل ڪيا جي، ڪم ايندا سي، سائين جي درگاه،
موتُ پائي ٿو جندڙيءَ ڪي جيئن، ڪنڌيءَ ڪي درياه،
ڪنبي ٿو تنُ منُ جو اڳتي آ، دوزخ سندي باه .

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

اڪنان = ڪن ڪي
ويپر واها = بيپرواهه
اوگاها = شاهد
ڍاها = ڍيجي
ڪهاها = شور

## 97

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

فريدا دريا دي ڪنهي بگلا بيٺا ڪيل ڪري،
ڪيل ڪريدي هنجه نو اچنتي باز پئي،
باز پئي تِس رب دي ڪيلان وسريان،
جو مَن چت نہ چيتي سنِ، سو ڳالهين رب ڪيان.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

فريدا، درياوي ڪنهين هنج، بيٺا ڪيل ڪري،
ڪيل ڪريندي هنج نون، اچنتي باز پئي،
باز پئي تِس رب دي، ڪيلان وسريان،
جو مَنِ چتِ نہ چيتي سن، سي ڳالهين رب ڪيان.

**سنڌي ترجمو:**

نديءَ ڪناري هنج فريدڻ، ڪري ٿو ويٺو ناز،
ناز ڪندي تنهن هنج تي آيو، اوچتو شهباز،
رب ڪان نہ آيو باز تہ هن ڪان، وسريا ناز خوشي،
جيڪا ڳالهہ نہ سوچيائين ٿي، سائي رب ڪئي.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

درياوي = درياهہ جي
ڪنهي = ڪنڌيءَ
ڪيل = خوشي
اچنتي = اوچتو
تِس = تنهن
ڪپر سنڌي دانهن. مت اچنتي الهڻ. (قاضي قادن)

## 98

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

سادِي تري من ديهڙي جلي پاٽي انِ ،
آيو بندا دني وچ وَتِ آ سوٽي بنهِ ،
ملڪالموت جا آوسي سڀ دروازي ڀنهِ ،
تنهان پياريان ڀانيان ، اگي دِتا بَنِ ،
ديکھ بندا چليا چَهُ جٽيان دي ڪنهِ ،
فريدا عمل جو ڪيتي دُني وچ ، درگهه آئي ڪمِ.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

سادِي تري مڻ ديهڙي، جلي پاٽي انِ،
آيا بندا دُني وچ، وَتِ آسوٽي بَنِ،
تنهان پياريان ڀائيان، اگي ڏتا بَنِ،
عمل وجو ڪيتي دُني وچ، دَرگهه آئي ڪمِ.

**سنڌي ترجمو:**

سادِا تي مڻ بوتو تنهنجو، ڪاڏو ان ۽ جل،
بندو آيو دنيا ۾ ، ڪٽي آس اجهل،
در دروازي پهچي ايندءِ، جڏهن يار اَجل،
مٽ ۽ مائٽ ڪم نہ ايندءِ، تنهن گهڙي تنهن پل،
ڏس تہ بندو هليو آخر، چئن ڪلهن تي سوار،
جڳ ۾ جيڪي ڪم ڪيائين، نيائين سي آخرڪار.

## 99

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

فريدا هو بلهاري تنھ پنکيا جنگل جنهان واسُ،
ڪڪُر چگن ٿلِ وسن رب نہ چوڙن آس.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

هون بلهاري تِن پنکيان، جهنگل جنهان واس،
ڪَڪُر چگن، ٿل وسن، رَبِ نہ چڏن آس.

**سنڌي ترجمو :**

تِن تان قربان پکي جي، بر ۾ واسو ڪن،
پَٿَر چوگو، واس ٿرن ۾ رب ۾ آس رکن.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

هون = مان
صفت تنهنجي راجيا، تون هون ڪينٿن ڪران. (قاضي قادن)
بلهاري = قربان
تنھ = تنهن، تِن
پنکيان = پکيَ
پنکڙيان دجنھ، پيوَ پلان ڻي نہ لهي. (قاضي قادن)

## 100

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريد رُت ڦري وڻُ ڪنبيا پت جهڙي جهڙ پاهِ،
چاري ڪندان ڍونڍيان وسڻ ڪتان ناهِ.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

رُت ڦري، وڻَ ڪنبيا، پت جهڙين جهڙ پاءِ،
چاري ڪندان ڍونڍيان، وسڻ ڪتان ناهه.

سنڌي ترجمو :

رتُ ڦري، وڻَ ڪنبيا گهليو پن ڇڻ واءُ،
چارئي ڪندان ڳولهيم، رهڻ ڪٿي بہ ناهه.

## 101

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا پاڙ پٽولا ڌج ڪري ڪنبلڙي پهريو،
جنهن وسيي سُ ملي سيئي ويس ڪريو.

دوهي جي امڪاني پڙهٽي:

ڦاڙ پٽولا ڌَجِ ڪري، ڪنبلڙي پهريو،
جنهن ويسين شوه ملي، سي ئي ويس ڪريو.

سنڌي ترجمو:

پَٽ پٽولا ڦاڙِ فريدڻ ڦاٽل الفي پاءِ،
ويس جنهين سان پرين مليئي سوئي ويس هنداءِ.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

پٽولا = پٽ پٽولا
ڌج = ڌجيون، ليڙون
شوه = پرين

## 102

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فريدا تنهان مک ڊراوڻي جنا وساريو ناؤ،
ايٿي دک گهڻيريا آگي ٺور ن ٺاؤن.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تنهان مک ڊراوڻي، جنهان وساريو ناؤن،
اتي ڏکَ گهڻيريا، آگي ٺور نہ ٺاؤن.

سنڌي ترجمو:

تنِ جا منهن ڀوائتا، يار وساريو جن،
هتي ڏاڍا ڏک ڏسن ٿا، اڳتي واهَ نَہ تن.

ڏکين لفظن جي معني:

ڊراوڻي = ڀوائتا
ايٿي = هتي
گهڻيريا = گهڻيئي
ٺور نہ ٺاؤن = ڪو ٺڪاڻو نہ آهي

## 103

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

فريدا پڇلِ راتِ نہ جاڳيوہ جيو دڙو مُيوہِ ،
جي تي رب وساريا ربَ ن وسريوہِ ·

دوهي جي امڪاني پڙهت:

پڇلِ راتِ نہ جاڳيون، جيوندڙو مُيون،
جي تين ربُ وساريا، ربَ نہ وِسِريون ·

سنڌي ترجمو :

پوئين پَهَر نہ جاڳئين، جيئرو ئي مئين،
تو تہ ربُ وساريو، ربَ ڪان نہ وسرئين ·

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

پڇل = پوئين
جاڳيون = جاڳين
جيوندڙو = جيئري
ميوہ = مئين
تي = تو
وسريوہ = وسرين

## 104

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

فريدا دل رتا اس دنُي سيو دنُي نہ ڪتي ڪم،
مثل فقيران گاکڙي سُ پائيي پور ڪــرم.

دوھي جي امڪاني پڙھٽي:

دل رتا اس دُني سيون، دُني نہ آ ئي ڪم،
مثل فقيران گاکڙي، سوپائِيي پورُ ڪــرم.

سنڌي ترجمو:

دلڙي ڦاٿي دنيا سان ۽ دنيا ڪم نہ آئـــي،
ڪرم سندءِ سان ملي وڃي، واٽ فقيرن واري.

ڏکين لفظن جي معني:

دني = دنيا. دني ڪسونبي رنگ جيئن، ويندو ڻي واٽي. (قاضي قادن)
رتا = رتي
سيون = سان
ڪيتي = ڪيا
گاکڙي = مشڪل
پور ڪرم = پوري ڪرم سان

## 105

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

پهلي پهري ڦلڙا ، ڦل ب پڇا رات ،
جو جاگنهه لهن سي سائي ڪنو دات .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

پهلي پهرين ڦلڙا، ڦل بہ پڇا رات ،
جو جاڳن لهن سي، سائينءَ ڪنون ڏات.

سنڌي ترجمو:

پهرين پهرين ڦلڙا. ڦلُ بہ آڏيءَ رات،
جي جاڳن لهن سي، سائينءَ وٽان ڏات.

## 106

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

ڍوڍيندي سهاڳ ڪُو تو تنِ ڪاني ڪور ۽
جهنا ناؤ سهاڳڻي تنها جهاڪ ن هور.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڍونڍيندي سهاڳ ڪون، تو تَن ڪائي ڪور،
جنهان نانءُ سهاڳڻي، تنهان جهاڪ نہ هور.

**سنڌي ترجمو:**

ڳولين تي تو پريتم پنهنجو، تو م ڪائي ڪسر،
جيڪي سدا سهاڳڻيون، تنِ سان تنِ جا ورَ.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

ڍونڍيندي = ڳوليندي
ڪون = ڪي
ڪور = ڪسر
جهاڪ = ڍپ
هور = هولَ هُنَ ڀِرِ سندو هور، مٺان تو معاف ٿئي. (شاھ)
ڏٺا تهين لوڪ تان، هڙئي ڏٺي ۽ هورَ. (شاھ)

## 107

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

صبر منجھ ڪمان اي ، صبر ڪانيهڻو ،
صبر سندا باڻ ، خالق خطا ن ڪري .

سنڌي ترجمو :

صبرَ منجھ ڪمان، صبر ڪانيڙو،
صبر سدا باڻ، خالق خطا نہ ڪري.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

ڪانيهڙو = ڪانيڙو، ڪان جو اسم تصغير،
اي = هن اکر جو واڌارو ڪيل آهي.

## 108

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

صبــر انـدر صـابـري تَـنُ ايـوي جالـيـنـهہ ،
هـون نجيڪـ خداءِ دي ، ٻيت نہ ڪسي ڏين ·

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

صـبـر انــدر صـابــري، تن ايوين جالين،
هُوَنِ نجيڪ خداء دي، ٻيد نہ ڪسي ڏين·

سنڌي ترجمو:

صَـبَـر انــدر صـابـري، اٿين تا جالين،
ويـجـهـا آهن رب ڪي، ٻيد نہ ڪنهن ڪي ڏين·

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

ايوين = اٿين
نجيڪ = نـزديـڪ ، ويجها
ٻيت = ٻيد

## 109

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

صبر ايهہ سآؤ جي تون بندا دِڙ ڪرہ،
وڌ ٿيو درياهُ، ٽٽ نہ ٿيوَهہ واهُڙا.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

سنڌي ترجمو:

صبر ايءُ سهاءُ، جي تون بندا دِڙ ڪرين،
وَڌِ ٿي وَهُ درياهُ، ٽٽ نہ ٿي وَهَ واهڙ.

## 110

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

فـريدا ، دردر وسيني گاکڙي ، چوپڙي پريت ،
اڪـن ڪـنـي چالينـي درويشان دي ريت .

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

در در وسيئي گاکڙي، چوپڙي پريت،
اکن کنين چاليهي، درويشان دي ريت •

سنڌي ترجمو:

درويشيءَ جي واٽ اٺانگي، لوڀ ڀريل آ پريت
چاليهن مان ڪو هڪ ني ڄاڻي، درويشيءَ جي ريت.

ڏکين لفظن جي معنيٰ:

گاکڙي = مشڪل
چوپڙي = سڏيي
اکن = هڪ
کنين = وَٽِ مان

## 111

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

تَنُ تپي تنورِ جيو، بالڻ هڏ بلنهہ ،
پيرين ٿڪان سرِ چلا جي مون پرين ملن .

**سنڌي ترجمو :**

تَنُ تپي تنور جينئن. بارڻ هڏ ٻرن،
پيرين ٿڪان، سرِ هلان، جي مون پرين ملن.

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

جيو = جيان تن ۾ ٻلڻ مشعلان، سندان سيرين.
بالڻ = بارڻ جان جان پريان نہ مڙيڻ، تَنُ ڪاٺي جئن ٻال.
بلنهہ = ٻرن مون تنهائي سندي ٻڪ، جنهين مشڪ مٿي ٻلڻ.
ڪڏهين ڪنهين نہ ڪيو، جلڻ منجهان جاڻ. (شاهہ)
چَلان = هلان

## 112

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

سرور پنکي هيڪڙو ، ڦاهيوال پچاس ،
ايهه تن لهرين گڏ ٿيا ، سچي تيري آس ·

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

**سنڌي ترجمو :**

**جر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاه،**
**تن لهرن سان گڏ ٿيو، تو ۾ آس الله.**

**ڏکين لفظن جي معنيٰ :**

سرور = ڍنڍ، تلاءُ
پنکي = پکي
ڦاهيوال = ڦاسائيندڙ
ايهه = هي

جر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاهه،
رکي آس الله، لڏي لهرن وچ ۾.(شاهه)

## 113

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

ڪوڻ سُ اکر ڪوڻ گڻ ڪوڻ سُ مڻيا منت ،
ڪوڻ ويسو هو ڪري جت وس آوي ڪَنت •

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪوڻ سو اکر، ڪوڻ ڳڻ، ڪوڻ سو مڻيا منت،
ڪوڻ سو ويسو هو ڪري، جو وَس آوي ڪَنت •

**سنڌي ترجمو:**

ڪهڙو اکر، ڪهڙو ڳڻ آ. ڪهڙو سو مائڪ
ڪهڙو ويس ڪري جو هنڪي، ملي پرين ء جي سڪ.

**ڏکين لفظن جي معني:**

ڪوڻ = ڪهڙو ڪوڻ سُو ويلا، وخت ڪوڻ، ڪوڻ ٿِتِ، ڪوڻ وار• (ڇپ جي)
سُ = سو جت سچ سنسار سان، سُ جي ساڻ هوءِ•
گڻ = ڳڻ
مڻيا = مڻيو. موتي مون تنها سندي بک، جنهن جي تسڪ مڻي بلئہ•
منت = هن ڪي وڻندڙ. برهم گياني ڪي چنت، برهم گيلاني ڪا نرمل منت• (سڪمڻي)
انت نہ ڇاپي ڪيا من منت (ڇپ جي)
هو = هوءَ
جت = جو، جنهن سان
ڪنت = ڪانڌ

## 114

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

نِوَڻُ سُ اکرُ کوڻ گڻ، جهيبا مڻيا منت،
اي ترِي پيٺين ويس ڪرتان وس آوي ڪَنت.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

نِوَڻُ سو اکر، کِوَڻ ڳُڻُ، جِيڀ مڻيا منت،
اي ترِي پيٽي ويس ڪرتان وس آوي ڪَنت.

**سنڌي ترجمو:**

نِوَڻُ سو اکرُ، کِوَڻُ ڳُڻ، مٺڙا ٻول تي مائڪ،
هي جي تون ٽي ويس ڪرين ته ملئي پرين ڏ جي سڪ

**ڏکين لفظن جي معنيٰ:**

کوڻ = صبر
جيهبا = جيڀ آ
مڻيا = مڻيو
تان = ته
ڪَنت = ڪانڌ

## 115

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

مت هوندي هوءِ اياڻا تاڻ هوندي هوءِ نتاڻا ،
اڻ هوندي آپ ونڊائي، ايسا ڪوئي ڀڳت سدائي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

مَتِ هوندي هوء اياڻا، تاڻَ هوندي هوء نتاڻا،
اڻ هوندي آپ ونڊائي ايسا ڪوئي ڀڳت سڏائي.

سنڌي ترجمو :

مَتِ هوندي جو ٿئي اياڻو، تاڻ هوندي بہ ٿئي نتاڻو،
اڻ هوندي بہ سڀ ڪي ورهائي، سوئي ساڌو ڀڳت سڏائي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :

مَت = عقل، سمجهہ
اياڻا = اياڻو
تاڻ = طاقت
نتاڻا = ڪمزور
ونڊائي = ورهائي

# 116

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو :

اک ڦکان گالھاءِ سينا ۾ سچا ڌني،
ھياڙن کيھي ناھ، ماڻک سڀ امولوين

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

اک ڦکا نہ ڳالھاءِ، سينا ۾ سچا ڌني
ھنياڙن کيھي ناھِ، ماڻک سڀ امولوين.

سنڌي ترجمو :

ھک ڦکو نہ ڳالھاءِ، سيني ۾ سچو ڌڻي،
ڪنھن جو ھينئڙو ناه، ماڻک سڀ املھ تي.

ڏکين لفظن جي معنيٰ :
ڦکا = ڦکو
سينا = سيني
ھياڙن = جي تون منجھ ھنيان وَ، وو سڀ ڪلي پرکڻو. (قاضي قادن)
امولوين = املھ
امُل آڇ مَ ان کي، جي نہ پروڙين مَتِ (شاھ)

## 117

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

سينان مين ماڻڪ، ناهڻ مول مچنگوا،
جيھ تو پريان دي سڪ ، هياؤن ڻامي ڪهيندا.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

سينا من ماڻڪ ، ڊاهڻ مول مچنگوا،
جي تو پريان سڪ ، هيانءُ ڻاه ڪهيندا .

**سنڌي ترجمو:**

سيني من ماڻڪ. ڪنهنجو مَنُ نہ ڊاهِ،
جي تو پريان سڪ، تہ ڊنل من ڪي ڻاهِ.

ڏکين لفظن جي معني:

سينان = سيني
ناهڻ = هتي غلطي سان لفظ ناهڻ اچي ويو آهي، اصل ۾ هت ڊاهڻ هئڻ گهربو هو.
مچنگوا = چڱو ناهي
مول = بلڪل
ڪهيندا = ڪنهن جو

## 1

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

تپ تپ لُهِه لُهِه هاٿ مروڙو،
باول هوني سو شُه لوڙو.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تپ تپ لُوه لُه هاٿ مروڙون،
بادل هوئي سو شوه لوڙهون.

سنڌي ترجمو:

لنءِ لنءِ لهس آ. هَٿ مروڙيان،
پاڳل بڻجي پريتم ڳولهيان.

## 2

گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوھو:

تي سهه من مهه کيا روس،
مجهه اوگڻ سهه ناهي دوس.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

تين شوه مون منهه کا روس،
مجهه اوگڻ شوه ناهي دوس

سنڌي ترجمو:

مون سان ڪهڙو يار رسامو،
اوگڻ ڏاڍا، عيبن هاڻو.

# 3

**ڪرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:**

تي صاحب دي مي سار نه جاڻي،
جوبن کوءِ پاڇي پڇتاڻي.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

تين صاحب دي مين سار نہ جاڻي،
جوبن کوء پاڇي پڇتاڻي.

**سنڌي ترجمو:**

تو صاحب جي سار نہ ڪيڙم،
جوبن ويڙو پو پڇتايم.

4

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

ڪالي ڪوئل تُو ڪِت گُن ڪالي،
اپني پريتم ڪي ھو برھا جالي.

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

ڪالي ڪوئل تُو ڪِتِ گُنِ ڪالي،
اپني پريتم ڪي ھون برھي جالي.

سنڌي ترجمو:

ڪوئل ڙي، تون ڇو آن ڪاري،
پريتم جي مان ورهَ جي ماري.

## 5

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

برهي بِهُون ڪت سک پاني،
جا هوءِ ڪريال تا پريو ملائي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

برهي. بهون، ڪٿ سک پائي،
جان هوءِ ڪريا تان، پريو ملائي.

سنڌي ترجمو :

ورهَ ستائي، ڪيئن سک پائي،
ڪرم ٿي تنهنجو پرين ملائي.

## 6

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

وڏن ڳوهي مُنڌ اڪيلي،
نا ڪو ساٿي نا ڪو بيلي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

وڏن ڪوهي، مُنڌ اڪيلي،
نہ ڪوئي ساٿي نہ ڪوئي بيلي.

سنڌي ترجمو :

ڪوهَ انڌي ۾ مُنڌَ اڪيلي،
ڪوئي نہ ساٿي ڪوئي نہ بيلي.

## 7

**گرو گرنٿ صاحب ۾ نقل دوهو:**

ڪر ڪريا پرڀ ساڌ سنگ بيلي،
جا ڦر ديکا تا ميرا الهه بيلي.

**دوهي جي امڪاني پڙهڻي:**

ڪچر ڪريا پرڀ ساڌسنگ ميلي،
جا ڦر ڏيکان تان ميرا الله بيلي.

**سنڌي ترجمو:**

ساڌوءَ تي تي ڪرم جي تنهنجو،
الله بيلي آهي منهنجو.

## 8

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

واٽ هماري کري اُڏيٺي،
کنياه تکي بهت پتيٺي.

دوهي جي امڪاني پڙهڻي:

واٽ هماري کري اڏيٺي،
کٺيون تکي بهت بئيٺي.

سنڌي ترجمو:

واٽ اسان جي ڪري اٿانگي،
تيغ کان تکڙي جنهن جي ڌار.

## 9

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو :

اس اوپـر هـي مـارگ ميـرا،
شيخ فـريـدا پنـت سمـھـار سـويـرا

دوھي جي امڪاني پڙھڻي:

اس اوپـر هـي مـارگ ميـرا،
فـريـدا پنـت سنـيـار سـويـرا ·

سنڌي ترجمو :

ان تـي آهـي مـارگ منهنجـو،
واٽ وٺـي هـل پـار سـويـرو.

## 10

گرو گرنٿ صاحب ۾ ذنل دوهو:

بيڙا باند نہ سڪيو، بنڌن ڪي ويلا،
پر سرور جب اُڇلي، تب ترهڻ ڏهيلا،
هٿ نہ لاءِ ڪسنبڙي، جل جاسي ڍولا،
اڪ آپئي پتلي شوه ڪي ري بولا،
ڏڌا ٿڻي نہ آوئي، ڦر هوني نہ ميلا،
ڪهي فريد سهيليو، شوه الائيسي،
هنس چل سي ڏهلا، ايهہ تن ڍير ٿيسي.

سنڌي ترجمو:

ٻڌڻ جو هو وقت ٻڌي نہ، ٻيڙي ڪپ سان تو،
جڏهن چاڙهه ڪريٿو دريا، ترڻ پوءِ آ ڏکيو،
ويندو گل ڪومانجي، هٿڙو لاءِ نہ ڍول،
پنهنجي مومليءَ سان، ٻوليا پرينءَ ٻول،
ڏڌو پوي نہ ٿڻن ۾ وچڙي ٿئي نہ ميلو،
چئي فريدڻ اديون، ساجن ڳالهہ ڪندو،
هنج تہ اڏري ويندو ءِ پو، هي تن ڍيري ٿيندو.

# 1

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

بولي شيخ فريد، پياري الهه لڳي،
ايهه تن هوسي خاڪ، نماڻي گور گهري.

سنڌي ترجمو:

ڳالهه ڪريان تو الهه لڳي، ڳالهه تي ڏيان تون ڌر،
هي تن ٿيندو خاڪ فريدڻ، قبر ۾ هوندو گهر.

## 2

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

آج ملا وا شيخ فريد،
ٽاڪم ڪونجان، من مچنڌڙيان.

**سنڌي ترجمو:**

ملڻ جو ڏينهن آ، من کي روڪيون،
منُ هرڪائن، آس جون ڪونجون.

## 3

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:**

جي ڄاڻا مرجائيي، گهم نہ آئيي،
جهوٺي دنيا لگ نہ آپ وڃائيي.

**سنڌي ترجمو:**

سڀ ڪي آخر مرڻو آهہ، هجي اها جي ڄاڻ،
پنيان لڳي هن ڪوڙي جڳ جي، ڇو وڃايون پاڻ.

## 4

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

بوليـيـي سچ ڌرم، جهـوٽ نہ بـولـيـيـي،

جو گر دسي واٽ ، مـريـدان جـولـيـيـي.

سنڌي ترجمو :

سچ اسان جو دين ڌرم آ، سچ ڳالهاءِ سدائين،

مرشد جيڪا واٽ ڏسي، تون وٺ سا واٽ او سائين.

## 5

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :**

چيــل لـنگهيـنـدي پار، گوري من ڌريا،
ڪنچن وڻــيُ پــاسـي، ڪـلـوَتِ چــيـريا.

سنڌي ترجمو :

**ويندو پار ڏسي سهٽل کي، گجريءَ جو من هرڪيو،**
**سهٽل جي ڏس سونهن وڻيءَ جي، ڪنئري من کي چيريو.**

## 6

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو :

شيخ حياتي جڳ نہ ڪوني ٿر رهيا ،
جس آسڻ هم بيني ، ڪيني بيٺ گيا .

سنڌي ترجمو :

هن جڳ ۾ او يار فريدڻ، جيئڻ ڏينهن بہ چار،
جاتي ويئا آهيون تاتي، ويئا لک هزار.

7

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوهو:

ڪاتڪ ڪونجان ، چيت ڏينهن ، ساوڻ بجليان ،
سيالي سونهنديان ، پرِ ڳل باهڙيان .

سنڌي ترجمو :

ڪاتڪ ڪونجون، چٽ جا ڏينهن، ساوڻ چمڪن وڄڙيون،
رات سياري، ڳل ۾ سونهن، پرينءَ ڳرانڙيون .

## 8

گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو:

چلي چلڻ هار، وچاران لئہ منون،
گندينديان چي ماہ ٽنديان هڪ ڪنو.

سنڌي ترجمو:

هليا هلڻ هار، ڏسي ويچارو من،
گنديندي جمار، ٽٽندي هڪ ڪن.

## 9

**گرو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل دوھو :**

زمين پڇي اسمان فريدا ، کيوٽ ڪٽ گئي ،
جالن گوران نال ، اُلانيـــي جيـا ســهـــي.

**سنڌي ترجمو :**

پڇي پٽي اچ ڌرتي اُبي کان، مانجهي ڪيڏانهن ويڙا،
ستڙا آهن قبرن ۾ سي، چوڌر باه جا اُلا.

# بابا فريد جي شاعريءَ جي سنڌي ادب ۾ اهميت

بابا فريد بنيادي طرح سرائڪي زبان جو شاعر آهي پر سندس شاعري هيٺين ٽن ڳالهين جي لحاظ کان سنڌي ادب ۾ وڏي اهميت رکي ٿي:

(1) بابا فريد جي شاعري سنڌي شاعريءَ تي اڻ مٽ نقش ڇڏيا آهن.

(2) بابا فريدَ سرائڪيءَ سان گڏوگڏ سنڌيءَ ۾ بہ شاعري ڪئي آهي، جيڪا سنڌي ادب جي اوسر جي تاريخ جي مطالعي لاءِ بنيادي حيثيت رکي ٿي.

(3) بابا جي شاعري لسانيات جي ماهرن لاءِ لساني رابطن جي مطالعي لاءِ وڏو مواد مهيا ڪري ٿي.

بابا فريد جي شاعريءَ جي مطالعي مان لڳي ٿو تہ سندس شاعريءَ جا سنڌي شاعريءَ تي اڻ مٽ نقش آهن ۽ منهنجو خيال آهي تہ سنڌي شاعريءَ ۾ "ڪانگل" ۽ "هنج" جون علامتون بابا جي شاعريءَ مان ئي آيون آهن. قاضي قادن ۽ شاهہ سائين جي شاعريءَ تي بہ بابا جي شاعريءَ جا ڪي اڻ ڇٽا نقش نظر اچن ٿا. شاهہ سائين تہ بابا جي هڪڙي دوهي جو اکري ترجمو ڪيو ۽ ٻئي دوهي جي پهرئين مصرع کڻي ان تي پنهنجو بيت لکيو. مثال

بابا فريد جو دوهو:

سرور پنکي هيڪڙو، ڦاهيوال پچاس،
اي تَنُ لهرين گڏ ٿيا، سچي تيري آس.

شاهہ لطيف:

جر ۾ پکي هيڪڙو، پاهيڙي پنجاهہ،
رکي آس الله، لڏي لهرن وچ ۾.

بابا فريد:

ڪنڌي واهڙ نہ ڍاهِ، تو ڀي ليکا ڏيوڻا،
جڌر رب رضاءِ، وهڻ تداؤ گو ڪري.

شاهہ لطيف:

واهُڙَ ڀريون ۾ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيڻو،
سدا ساڻوڻ ڏينهڙا، هيئين نہ هونداءِ،
وهاڻي ويندا‏ءِ، اوير اوتاهان لهي.
(مهاڳ مان ورتل)



انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي
يونيورسٽي آف سنڌ،
ڄام شورو.

ISBN 969-405-033-2